



سورهه سنڌي ادب




صاحب خان "سورهه" ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# نوبهار





سول ايجنٽ:- ايل- ڀڳوانداس
بوڪسيلر، شاهي بزار،
حيدرآباد سنڌ.

پيرومل مهرچند آڏواڻي

# نو بهار

تعليم کاتي جي منظور ڪيل درسي ڪتاب

مصنف


**پيرومل مهرچند آڏواڻي**

(تخلص "غريب")

اڳوڻو ليڪچرر، سنڌي

ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچي.



ڇاپو ستون] ١٩٤٥ع [جلد ٢٠٠٠

ملهه ٠-٤-٠

# تذڪرو



اشارو- پهريون شعر ”ڌرتيءَ جي وڏائي“ بابت ڏاهيل مسٽر فرمان علي ساڪن نوشهرو فيروز جو اخبار تعليم مان ورتل ۽ ”ڪوڏر“ بابت جوڙيل شمس العلما مرزا قليچ بيگ جو، ٻيا سڀ مصنف جا.

# مهڙي

انگريزيءَ ۾ ڪيترا نظم جا ڪتاب آهن، جن ۾ جدا جدا شاعرن جا، جدا جدا مضمونن بابت، عمدا شعر آهن، جي شاگردن کي پاڙهڻ ۾ اچن ٿا. سنڌ ۾ اهڙي قسم جا ڪتاب اڃا اسڪولن ۾ چالو نه ٿيا آهن، جو الهنجي اڻاٺ آهي. اهڙيءَ حالت ۾ مون هي ننڍڙو رسالو تيار ڪيو آهي، جنهن ۾ ٿورا بيت انگريزيءَ مان ترجمو ڪري، ۽ ٿورا پنهنجي خيال مان ناهي، وڌا اٿم.

انگريزي ڇوٿين درجي کان وٺي ڇهين درجي تائين شاگردن کي ڪل پنج سؤ سٽون پڙهڻيون آهن، تنهنڪري مون هن ڪتاب ۾ سٽون اوريون آنديون آهن. بولي ۽ هر هڪ درجي جي مدنظر تي ڪم آندي اٿم يعني پهريائين سولا بيت ۽ جئن پوءِ ٿورا تئن ٿورا ڏکيا بيت وڌا اٿم، ته پل ته جئن شاگرد مٿين درجي ۾ وڃي، تئن پنهنجي مادري بوليءَ جو مايو وڌائيندو هلي.

هن رسالي جي مضمونن ڏي نظر ڪرڻ سان معلوم ٿيندو، ته ڪي شعر ڌڻيءَ جي وڏائيءَ تي ته ڪي قدرت جي نظارن بابت، ڪي تاريخي ڳالهين بابت ته ڪي نصيحت آميز، ڪي وندرائيندڙ ته ڪي دل ڀڄائيندڙ آهن. ڪي غزل فارسي بحر تي ته ڪي بيت سنڌي

امولي لي آهن. مطلب ته قسمين قسمين چيدا گل گڏي، هيءُ هڪ گلدستو جوڙيو اٿم، ۽ پڙهندڙن جي سهنج لاءِ اڻي جو اڻي اهڙن لفظن ۽ جملن جي معنيٰ به ڏني اٿم.

سنڌ ۾ گهڻيئي صاحب آهن، جي اهڙيءَ عمدو شعر چون ٿا. انهن جا به ڪيترا چيدا شعر مون ڪٺا ڪيا آهن، جيڪي امولي لاءِ پڻ هن ڪتاب جي منڍ ۾ وڌا اٿم، جو اهي هن رسالي ۾ درج ڪرڻ جا لائق سمجهيم. بيا شعر، جن ۾ خيال جي نزاڪت ۽ بلندي، ٻوليءَ جي سونهن ۽ ٻيون شاعراڻيون خوبيون موجود آهن، سي اميد ته جلدئي ڌار ڇپائي پڌرا ڪندس.

ڪراچي، ١٦ آگسٽ ١٩٢٦ع پيرومل مهرچند



## ستون ڇاپو

هيءُ رسالو گڏ ريل ستر هون ورهين کان سنڌ جي تعليم کاتي وارن درسي ڪتاب ڪري منظور ڪيو آهي، ۽ عام طرح انگريزي چوٿين درجي لائين پاڙهڻ ۾ اچي ٿو.

حيدرآباد، ٢٧ اپريل ١٩٤٥ع پيرومل مهرچند



# نوبهار

## ١- ڌڻيءَ جي وڏائي

وهه صاحب! تنهنجي ستاري، آهه آڳا عبرت واري!
ريءَ ٿنڀي آسمان ٻهاريءَ، پاڻيءَ تي هيءَ ڌرتي پٿاريءَ
سڀ رنگ قدرت نياري، وهه صاحب تنهنجي ستاري.
سج چنڊ ڪتيون انجم ستارا، ڪن عرش تي عجب نظارا،
چمڪن ٿا چوڌاري، وهه صاحب ........................
رزق روزي تون ٿو ڏيارين، سڀڪي ساڻ تون ٿو سنڀارين،
پاڻ ڪرين پونواري، وهه صاحب ........................
سوال ڪريون ٿا توکي ساءِ، آڳا عرض اسانجو آگهاءِ
ڏات ڪرين ڏاتاري، وهه صاحب ........................
گنج مان پنهنجي ڪر تون عنايت،
علم، ادب، ۽ نيڪي، عبادت

---

وهه = واهه! ستاري = ٻاجهه، اصل معني پرده پوشي (ستر = پردو). آڳا = ڌڻي (آغا). ريءَ = سواءِ. ڪتيون = ستن تارن جو ميڙ. انجم = گروهه، تارا. ستارو = تارو. عرش = آسمان (ضد فرش = زمين). رزق روزي = کاڌو. ڏاتاري = ڏات ڏيندڙ، ڌڻي. گنج = خزانو. عنايت = بخشش.

۽ ٻيا صدق، سچاري - وهه صاحب ...................

سندءِ سڀ فرمان مڃون نت،

رهون رضا تي راضي من چت،

مولا مت ڏين موچاري - وهه صاحب تنهنجي ستاري.

## ٢- ڪوڙ

ڪوڙ جي تون ٻڌ گفتار، ڪوڙ آهي عجب اوزار

ڪوڙ مڙسن جو هٿيار، ڪوڙ ٿئي جڳ جو سينگار

ڪوڙ سان ڪل جو ڪم ڪار، ڪوڙ ڪڻ تون ڪوڙ يار

جنهنڪي سگهه ٻڌن ۾ آهي، ويهي مور نه سو هڏ ساهي

ڪوڙ جو سو ٻوڙ هيو چاهي، آهي سچ چيو ڪنهن ڏاهي

گهو جٿي محنت نه ڪوڙ ڏار، ڪوڙ ڪڻ تون

ٻوڙهي ڏانهن جو رکندو لاڙو، سک جو ڏسندو نيٺ ڏهاڙو

اُمان خوش ٿئي اوڙو پاڙو، ڪوڙ پيرڻ نه پاءِ کهاڙو

ٻئي سان رک تون وهنوار، ڪوڙ ڪڻ تون

آهي ڌرتي ٻنڊڪ هدائي، مڇهس ڌراوت رک تون ڪمائي،

نفعو اٿهيءَ مان ملندءِ جائي، مور نه ويندءِ پيسو پائي

رک نه ڪوڙ ڪون ڪو عار، ڪوڙ ڪڻ تون

ڪوڙ سان ٿي ٿئي آبادي، هوئي زمين پلي يا سادي

---

رضا = مرضي، اڇا. من چت = من ۽ چت ۾ يا من ۽ چت سان. مولا = ڏاڍي. هڏ ساهڻ = آرام وٺڻ، ساهي کڻڻ. لاڙو = رخ، دل جو چاه. جائي = اوس، ضرور. عار = شرم.

پوءِ پڇائي تو جڏهن هادي، ملڪ ۾ ٿئي ٿي هر هنڌ شادي
جيئن ڪٿ ڏسجي سک سڪار، ڪوڏر، ڪڻ تون
ڪوڏر ڏس ٿي واهه وهائي، پاڻي هر هنڌ ٿي پهچائي
گارا ڻاهي، گهر اڏائي، باغ باغيچا لکين لڳائي
لائي بر پٽ ۾ گلزار، ڪوڏر ڪڻ تون

ڪوڏر جادوگر ٻه چوائي، مٽيءَ مان تو سون ٺهائي
ملڪ جي دولت سڀ وڌائي، ڪپڙو ميوو ان اپائي
وڌندو واهه ڪري واپار، ڪوڏر ڪڻ تون
ڪوڏر جو تون ڏس سڌارو، ملڪ جتي هو جهنگل سارو
ويڻ ٽڪڻ سان ٿيو موچارو، پوءِ ڪرڻ جو آيو وارو
هر جا هلندڙ ٿيو هر ڦار، ڪوڏر ڪڻ تون
دوست، ڏسين تو دنيا سازي، کائج ڪين انهيءَ جي ٻازي
ٿي هشيار همت ڪر ٽازي، عرض قليچ ڪري ٿو آزي
مڃ نصيحت تون نروار، ڪوڏر ڪڻ تون

---

هادي = ڏٺي (بنيادي معنيٰ جو هدايت ڪري يا واٽ ڏيکاري) شادي = خوشي (ضد - غمي) سڪار = سهانگائي، بنيادي معنيٰ چڱو وقت س = چڱو. ڪال = وقت (ضد - ڏڪار. ڏ = خراب + ڪال = وقت) جادوگر = جو جادوءَ جهڙو ڪم ڪري، هتي معنيٰ ڪيمياگر

هر ڦار = هر جي چوني (هر، جنهن سان زمين کيڙجي).
ٻازي = ٺوڪو، چوٽ. آزي = منٿ. نروار = پڌري، بنيادي معنيٰ پردي کانسواءِ (نر = سواءِ + وار = پردو)

The Blind Boy — Cibber

## ٣- انڌو نينگر

١- ٻڌايو مونکي اوهين ڇاهي سهائي،
ڪل پوي ٿي ڪانڪا مونکي تنهن ڪائي،
آنڌي مون اَپوجهه کي سڌ ڏيو سائي،
ڇاهي روشنائي، واکاڻيو جنهن هيترو؟

٢- اوهين پسو جڳ جو عجب پسارو؛
روز ٿئي روشن ٿو ڀانيان آنڌارو،
اِهو حال هميشه جو مون سمجهايو سارو،
آءٌ آنڌو ويچارو، مون ٻڌايو ٻاجهه ڪري.

٣- مونکي جهڙي شام آهه تهڙي آهه پرڀات،
سمهان ننڊ خمار ۾ ڪري چپ چپات،
ڪٿن ٿئي ٿو ڏينهن؟ ڪٿن ٿئي ٿي رات،
اِها اوهانجي ٻات، آءٌ سمجهي سگهان ٿو ڪينڪي.

٤- منهنجي اوهين حال تي ڪانو پيا ارمان،
شيڪارا ڀري چئو ”شل رحم ڪري رحمان“!
مون سمجهايو مون ٿيو ڪهڙو آهه نقصان،
جنهن ڪيو حيران، اوهان کي آهه ايترو.

---

سهائي = روشنائي. ڪائي = ڪاٻ. سائي = اُهائي.
واکاڻيو = ساراهه ڪريو. پسو = ڏسو. عجب پسارو = عجب جهڙو پسارو، قدرت جو عجيب ڪارخانو. (پسارو = جو پسريل يا پکڙيل آهي). روز = ڏينهن
چپ چپات = ماٺ ئي ماٺ. رحمان = رحم وارو، ٻاجهارو.

٥- جا شيءِ ملڻي ڪنهن کي انهيءَ ڇا جو غم؟
قلب کي قرار ڏيو انهيءَ ڪريان ڪم،
واکاڻيان واحد کي جيڪو جهان دم،
هي فاني هڏو چم، باقي الله ڌڻيءَ جو.



We are seven — Wordsworth

## ٤- اسين آهيون ست

١- مڙي ساڻ معصم ڪٽي جو پساهه،
لڪايو جنهنکي ٻيو رڳن ۾ ساهه،
اَڳولدر ڳڏاري جنهن ڪٽي نه ڪا،
اُهيءَ ڄاڻ ڪهڙي موت آهه ڇا؟

٢- ڏٺاڙن سندي ڏيهه مولڪي ڳڏي،
عمر سال ست آهس نه هرگز وڏي،
لڏي ۽ لمي ٿي، گهڻي ٿي ٻڙار،
ٻسي روش اُنهيجا ٿيم دل ٻهار،

---

قلب کي قرار ڏيڻ= دل کي آٿت يا ٿڌڙ ڏيڻ، دلجاءِ ڪرڻ (قلب= دل يا من. قرار= ساٿ، آرام).
واحد= هڪڙو (ڌڻي) چم= چمڙي. ڪُل (سڀ جي)
باقي= بقاءَ يا جاءِ وارو (ضد- فاني)
معصم= معصوم، ابوجهه، اڻڄاڻو ٻار. لڪائي= ڄا ٽاٽي (لڪ= ڄاڻ). اڳولدر= ڳولدر يا ڏکڻ، ڪان سواءِ خوش
روش= ڇهن (Features)

چئو ماس، ڌيئڙي! سٺا ٿيندم ڪرِ؟
گھڻا پاڻ پندر؟ مڪي ڌي ڪمر.

٣- اماڪ چوائين اسين ٻا گھڻا؛
اسين پاڻ پندر سٺيي سمجھ جڻاءِ؛
ٻه پاڻ وڏا مون هليا ويا سفر،
ٻه پاڻ ٻيا مون سنا ۾ قبر،
ٻه پاڻ ٻيا مون ڪڍن وانڌ گھر،
ستين آءٌ آهيان ڀانئي ڪم.

۴. چئو ماس ڌيءُ اون چوين ڪي جمن؛
وڳا ٻهچ ٿيندا لوهين ٽا لٺين،
قبر ۾ سنا جي ويا جي مري،
نه ڪٽما اهي جي نه ايندا وري.

٥- ٻڌي ڳالهه منهنجي وسي لي وٺي،
ڪِي ڳالهه منهنجي ڌو ڪهن چئي،
قبر ۾ سنا جي ڪٽما چو نه مان؟
سڄو ڏينهن قبر وٽ ٻريان مان سمان،
ڪلن هار چاڙهيان قبر ڪي جڏهن،
مٺي ڏيان لولي ٿيان خوش تڏهن؛

---

ڌيئڙي = اي ڌيءُ. ڪر = ڪل، ڪم، سڌ،
سٺيي = سيکڻي، مڙ ٿئي. وٺي = وٺڻي (مصدر - وچڻ).
ڪِي ڳالهه منهنجي = منهنجي ڳالهه، وچه ڪِي يعني مون
ڳالهه ٻوري ڪٽي لنهن ڪاڻ اڳه مونکي ڳالهائڻ ۾ ڏو ڪي.

جهڙي پاڻ سان مدڪي آهه هميش،
سدا پاءِ پڻ اسين آهيون سڀ.

٦- جيو ماڻس، ڏيڻ، اون انهن ڪم پل،
هلائي وري ڏس ۽ پنهنجو عقل،
ڪهڙي ٽون قوان ٿي، ڪٽي ٿي پساهه،
چون ٿا پرن هوءِ، جني ٿاهه ساهه،
ڇڏي هي جهان هو ڏٺيءَ ڏي ويا،
رڳا پنج باقي توهين ٽان ٿيا.

٧- ڇو ڇوڪريءَ ڇو منجهايو مدڪي؟
سٽن مان پ ڪهٽ ڇو پڌايو مدڪي،
اَڪمن سان ڏسان ٿي جڏهن آءٌ ڦيرو،
ڳٽيا ڇو ۽ پاڻ سٽا جي الدو؟

٨- اَپو جهڙي اٺهيءَ جي ڏسي ايتري،
مٿس ڪهل آئي مدڪي ڪيتري،
اَڪمن آب آيو اٺهيءَ دم شتاب،
ڪئي ماڻ مون ٽان ڏنو ٿا جواب،
مٿو جي هٽان ها هلائي هميش،
لڏهن پڻ چوري ها "اسين آهيون سڀ"



---

جڏشي = جڙي اکمين = اکين مان ؛ آب = پاڻي.
شتاب = جلدي، جهٽ = ٽرت.

## ٥- جرمنيءَ جي جنگ

ٻيو- ڪريان جنگ جرمن سندو بيان،
ٻڌو سو سمورو ڏجو سڀ ڌيان؛
جڳت ۾ لڙايون جي ڪٿ لڳن،
ڪٿي سال ڌارين، ڪٿي سان سڳن،
مگر جنگ هيءَ ڪڏهن ڪانه ٿئي،
وڏي ۾ وڏي سا اها جنگ هئي!
ٻار- لڳي جنگ ڇالاءِ ڪڏهن سان لڳي؟
سچو هو سبب يا اسوري ٺڳي؟
سمورو ٻڌايو اسانکي حوال،
ٻڌڻ جو اسانکي گهڻو آ خيال.
ٻيو- ڇم جنگ هيءَ ڪڏهن نا ٿئي،
وڏي ۾ وڏي سا اها جنگ هئي،
ڏٺا نا ٻڌا سي هيا ان ۾ ساز،
هئون زيرآبيون هوائي جهاز،
خبر روز آئي اٿيون سر اٿين،
ڪري ٻاهه ٻٽڙي ٿي جرمن دشمن،
هوا آب ان ۾ ملائي زهر،
ڪيو جنگ ويلي وڏو ان قهر؛

---

جڳت = دنيا. ٿئي = ٻڌي. حوال = احوال. "حال" جو جمع، ٻر سنڌيءَ ۾ واحد. ساز = اوزار، هٿيار.
زيرآبي = سمنڊ ۾ پاڻيءَ جي هيٺان هلندڙ جهاز.

لکين ۽ ڪروڙين ۾ لشڪر هئا،
اُباسين ڏيڻ سان ۾ ماٺو مئا،
ڪٿي فوج ايڏي ڪڏهن نه مئي
وڏي ۾ وڏي سا اها جنگ هئي!
ٻار- ٻڌايو ڇو ۽ ڪنهن سان ۽ ڪڏهن جنگ ڪئي؟
ٻري ٻئت ڪنهن هن جنگ جي چٽي؟
طرفدار ٻنهي ڌر سندا ڪير ها؟
ٻڌڻ لاءِ حاضر ڪهڙا شير ها؟
ٻڍو- سوال اهڙا آهن ڪيا ڇو اوهان؟
سچو حال ڪنڙم ۾ سمجهو اوهان،
ڇم جنگ جهڙي ڪڏهن نه سئي،
وڏي ۾ وڏي سا اها جنگ هئي!

—••▭••—

## ٦- شهنشاهه ۽ مسخرو

شهنشاهه هڪڙو هئو خوش مزاج،
ڪچهريءَ ۾ ٻهري جه ويٺو هو راڄ،

---

اُباسين... مئا = جنگ مهل جرمنيءَ هوا ۾ اهڙي زهري گئس ٿي ملائي، جو اها هوا جنهن جي اندر ٿي وئي تنهن اباسي ڏيئي اُڀڻي ساهه ٿي ڇڏيو. شير = شينهن (مڙس)، پهلوان. ڪنڙم = ڪنم، مون ڪنو.
خوش مزاج = چڱي ياڻو ٽنڊڙ طبيعت وارو، کلڻو ملڻو.
جه = جڏهن.

اچي مسخرو اٿي سلامي ٿيو،
شهنشاهه ٽهنکي ٽهڪ هڻي چيو،
"مهان مسخرا! تو ڏيان ٿو انعام،
"مڪو ياد رکجاءِ منهنجو ڪلام،
"ڏسين پاڻ کان عقل ۾ ڪو نه گهٽ،
"ڏجان چيز منهنجي ٽهينکي نه جهٽ."
شهنشاهه ٽهنکي ڏني پوءِ لت،
وٺي مسخري کي سلامن سٽ.
هڪي ڏينهن شهنشاهه بيمار ٿيو،
پڇڻ مسخرو ٽهن امالڪ ويو،
چيو شاهه ٽهنکي "وڃانٿو سفر،
"دعا ڪا پڙهي ۾ مونکي نه ڪر."
پڇيو مسخري اٿي ٻڌي هٿ ٽڏهن،
"شهنشاهه جي موٽ ٿيندي ڪڏهن؟
چيو شاهه "وڃانٿو پوءِ ڪان پري،
"وريو ڪو نه جالان اکو ڪو وري."
پڇيو مسخري پوءِ ٻڌي هٿ ٻئي،
"سفر جي تياري ٿان ڪهڙي ڪئي؟"
چيو شاهه "سفر لاءِ نه آهيان تيار

---

ڪلام = گفتو، سخن، ڳالهه. چيز = شيءِ. هڪي = هڪڙي. جالان = جيتان، جيسين هيڏان. ٿان = توهان، اوهان. لاءِ = واسطي.

ڪندو معاف شل مون کي پروردگار!
چيو مسخري "هي عجب آهه بيان،
"عقل اَج اُوهانجو سڀو ٿيو عيان؛
"وڃي جو سفر لئي نڪتو ٿي ليار،
"عقل جو اُهيءَ وٽ ڇٽبو ڏڪار،
"وٺو لٽ پنهنجي ۽ گهر جي مولڪي،
اُوهانجي اَمانت اُوهانکي هجي."



Solitude of Alezander Selkrik-Cowper.

## ٧- اڪيلائي

١- سڀي سکڻي ٻيٽ ۾ اچي ڦاٿس آنءُ،
۽ واهڻ وسي ڪا، نڪو ويجهو ڳانءُ،
هُو نڪر، هُو سمنڊ، پيو ڏٺيءَ سندو ٿانءُ،
هتي ڦاٿي هيانءُ، هيڏون هيڪلائيءَ ۾.
٢- اَڙي ايڪانت! اَج تون سڀو ٻول سخن،
ڪهڙو مزو تو ۾ ڏٺو هو ساڌن،
دنيا ساري ترڪ ڪري وڃي وڻنا ٻن،

---

پروردگار = پرورش ڪندڙ، پالڻهار، ڌڻي. عيان = ظاهر، پڌرو. ڏڪار = افلاس، ڪوت.
واهڻ = ننڍڙو ڳوٺ (ٻهراڙيءَ ۾). "وسي واهڻ" اصطلاح عام. (وسي = ڳوٺڙو. وسنءُ) ڳانءُ = گام، ڳوٺ.
ترڪ ڪرڻ = تياڳڻ، ڇڏڻ.

هت مٺهڙا لڳ ڏکن، پنهنجيءَ آواز تي.

٣- مون هن ميدان ۾ ڇڙيا ڇيڪ کهڻ،
ماڻهونءَ بوءِ هن ماڳ تي، هڏ نه آئي جن،
مون سندو منهن پسي اهي پيا ڇرڪن،
جڏن جڏن اُو ٿهن، آءٌ ڏکان پنهنجي ڏيل ۾.

٤- صحبت، محبت، دوستي اي ڏاتر جي ڏات،
جالي سگهي نه جڳ ۾ تن ري آدم ذات،
صحبت کنهن سنگت جو ڏس پوڻم جي رات،
طلب تنهنجي ٿات، هوند پکيءَ وارا پر ڪريان.

٥- عجب آهي من جي تيز تکي رفتار،
اَکين اَڳيان پيا ڦرن ساٿي سنگتي يار،
اَندر ۾ اٿين چوان پيا ڪلي ڪن ڪيڪار،
پر هتي جا ويچار، جلائين ٿا جان کي.

٦- طوفان، ٻرازو ٿو پڳو ٽڪر سان ٽوڙي،
هڙي هند هنڌ کان ڇڏيم ها ٻوڙي،
ماڻهن سندي منهن کان سڪيس آءٌ ٿوڙي،
جن ڏي دل دوڙي، تن آڇج ڪو آواز تون.

٧- سج لٿو سانجهي، اولده اَنڌوڪار،
پکي آکيرن ستا مرون پنهنجي غار،
هڙي سڃي پٽ ۾ مکي نه نڌب خمار!
صاحب رب ستار، عجب تنهنجون ڳالهڙيون.

---

ڏيل = بدن. ٻرازو = جهاز. دوڙي = ڊوڙي.
ستار = پرده پوش، ڍڪڻهار.

٨- عجب تنهنجون ڳالهڙيون صاحب رب ستار،
همت پڻ تنهنجي ٻاجهه جا اَکيين پسان آثار،
هري ويندس حال ۾ سندءِ ٻاجهه سان ٻاجهار،
غريب وارون وار، شڪر ڪري هر حال ۾.

اشارو- مٿيون شعر جڻ ته انهيءَ ماڻهوءَ چيو آهي جو جهاز ٻڏڻ ڪري لڙهندو لڙهندو وڃي ڪنهن سڃي ٻيٽ تي پهتو آهي ۽ اڪيلائيءَ ڪري اتي عاجز ٿيو آهي.



Casabianca — Mrs Hemans

## ٨- فرمانبردار پٽ

١- جنگي ڪنهن جهاز تي هڪڙو هو مهندار،
پٽ ايون تنهن ٻاڻ سان جهجهو جنهنجي پيار،
ٻيرهن سال عمر جنهن، اَڃا انڍڙو ٻار،
سورهيه پٽس سردار، جاچڻ لڳو جنگ کي.

٢- جاچڻ لڳو جنگ کي اَکر چئي ايءَ؛
"پٽڙا! ٻيهه ٻهري تي هنڌ تنهنجو هيءَ،
هتان چُر حڪم ري ٻل نا پاسي ٿيءَ؛"
ائين چئي ٻيءَ، جاچڻ لڳو جنگ کي.

٣- جاچڻ لڳو جنگ کي ٻڌو توفن جا ڌ ڌ ڪار،

---

اکيين = اکين سان. آثار = اثر. ٻاجهار = اي ٻاجهارا يا ٻاجهه وارا. وارون وار = ٻار و ٻار، وقت بوقت، هر هر، گهڙيءَ گهڙيءَ. مهندار = اڳوان، سردار. ڌ ڌ ڪار = آواز.

ٻهادر وڙهيا ٻهادرين موت رسيو مهندار،
لڳي ٻاهه جهاز کي ٻاڪاريو تهن ٻار،
سڀ نه سگها سودار، اَجل هن اچي ورو.

٤- اَجل هن اچي ورو پئي ٻالڪ ٻاڪاريو،
”بابا بيهان ڇا ڪريان؟“ پٽڙي پڪاريو،
کل هئي تهن کاڪا نه موت آهه ماريو،
هيءُ هنجون هاريو، پڪاري پيو پيءُ کي.

٥- پڪاري پيو پيءُ کي بيٺو حڪم گهري،
لڳي ٽوف جهاز کي سو پنجوءَ گهاءِ پري،
ماهيت ملڪ الموت جي هنئين منجهه هري،
هڏهن هيءُ نه ڇري، پيو پڪاري پيءُ کي.

٦- پيو پڪاري پيءُ کي ملئيس ڪونه جواب،
هڪ ٻاهه بيون ٽوفون، سڙيو سڀ اسباب،

---

ٻهادرين = ٻهادرن سان. سگها = ٻڌا (سڻج ڄ)
اجل = موت. هن اچي ورو = هنکي اچي ورو [ڇوڪري جي پيءُ کي]. هنجوُن = ڳوڙها. پنجوءَ گهاءِ = پنجوءَ واکر [جيئن پٽو پون تئن جهاز ٽي پيو]. ماهيت = اصليت ذاتي سڀاءُ. ملڪ الموت = موت جو فرشتو ڪال ديوتا = موت جي ماهيت آهي ماڻهن جو ساهه ڪڍڻ [ڇوڪري کي موت جي ذاتي خاصيت دل ۾ هري لڳي يعني دل ۾ سمجهي آيس ته سمجهي رهيو ته هاڻ مئس کي مئس]. اسباب = سامان (جهاز جو).

لڳيس باھہ بدن کي ٻچي جڻ ڪباب،
اٿيءَ شوط شعاب، آئي توف تراز تي.
٧- آئي توف تراز تي پون ٿا پڙلاءَ،
هيءُ ويچارو ڪيڏ ويو؟ خبر ڏي تون واءُ!
ڏلڪي پيو ٽڪرا ٿي دانهه مٿ درياهه،
ڦهڙا سپاٽو وياءِ، شل غريب ٿين ڪل جا.

The Treasures of the Deep – Mrs Hemans

## ٩- عميق جا خزانا

١- ڳجين پيو گوڙيون ڪيو سمواد سڻاٽا،
جهڙا تنهنجي پيٽ ۾ پڌجن ٿا ناٽا،
سهڻيون سيون تو ۾ سچا جن داٽا،
سي تو سيباٽا، مر پايو وٽ تون پيٽ ۾.
٢- سمنڊ تنهنجي پيٽ ۾ هيرا لعل هزار،
موتي جوتي تو ۾ اڻڳڻ اڪيچار،

---

تراز = جهاز. ڪيڏ ويو = ڪيڏانهن ويو؟ واءُ = اي واءُ اي هوا. ڏلڪڻ = هيٺ مٿي ٿيڻ، لڏڻ [لهرن لڳڻ سبب]. مٿ درياهه = درياهه جي مٿان. داناهه = سپاٽو عميق = اونهو، سمنڊ. گوڙيون = ڳجگوڙيون. سمواد = سمنڊ. سڻاٽو، ڏاڍو، زور پيو. سيباٽا = وڻيا، پسند آيا. مر = ڀلي، بيشڪ. جوتي = جوت وارا، چمڪندڙ اڻڳڻ = بيشمار.

مڙون ڪئين قيمتي ڀيا جوپ ڀريا جنسار،
سمنڊ شاهوڪار، مر پايو وٽ تون پيٽ ۾.
٣- سمنڊ تنهنجي پيٽ ۾ محل سوين ماڙيون،
متان ويو وري وٺي شهرن اجاڙيون،
قلعا ڪئين برجن سان طاق پڳيون ناڙيون،
پڏيون ڀڙاڙيون، مر پايو وٽ تون پيٽ ۾.
٤- سمنڊ تنهنجي پيٽ ۾ ڪاروڻيار ڪڻن،
”سچا ٻيڙا ٻار ۾ هليا هيٺ وڃن“
ڪو پرزو پيدا نه ٿئي تختو منجهان تن“
سپو مال سمنڊن، مر پايو وٽ تون پيٽ ۾.
٥- سمنڊ تنهنجي پيٽ ۾ ڪي ماڃهي مرد ٻجهن،
موڻائي ڏي مڙس تون جنجون وهون واڪا ڪن،
مڙه نه ملندو جن کي سي ڪٿن نه رت رئن؟
ڪري قياس مٿن، موڻائي ڏي مڙس تون.
٦- موڻائي ڏي مڙس تون ماڃهي مٽيادار،
ٻاڪارين گهرن ۾ جن جا ٻچا ٻار،

---

جوپ ڀريو = سهڻو، مضبوط (جوپ = مضبوطي) جنسار = مال. اجاڙڻ = ناس ڪرڻ. ڪاروڻيار ڪن = اونها اونداها ڪن. ڪاروڻيار = ڪارنهن جو ٻڄ، ڪارا ٻار = درياهه، سمنڊ. برج = ٽل، منارو.

سپو = سپوٽي. ماڃهي = پهلوان. ٻجهن = ٻڏجن وهون = زالون. مٽيادار = ڪلاوارا، شاندار.

آئيون اوسارين گهڻو، وهون ڇوڙي وار،
ٻٽيو ڪيئن پار، موٽائي ڏي مڙس ٽون.

٧- موتي جوتي قيمتي بي مالي مر ڪٽيج،
سهاڳڻين جي سهاڳ کي مٿو ڪيم گهريج،
جي ڪيڏهن ڦهر اندر ڪو نہ مڙهہ بہ موٽائيج،
غريب سوال سڻيج، موٽائي ڏي مڙس ٽون.



A dream—Anonymous.

## ١٠- سپنو

١- ڪير هو ڪاڏي ويو ڪنهڪان ٻڌان ڪر؟
پاڪهي پرين پاڃهہ سان پيهي آيم در،
چهي پيشاني چاهہ مان ڪيائين نيڻهن نظر،
الفت جا اکر، اکري ويو اندر مہ.

٢- آئي ويو پوء اوچتو وٺي پنهنجي راهہ،
ڪياءِ ڪانہ ڪٿل ڏي موٽي پوء نگاهہ،
ويو سڏيندو سيکهہ مان چڱي منجهان چاهہ،
سانگو ڇڏي ساهہ، پيس الهجي پٺ مہ.

٣- سڏن پٺيان سڏڙا ڪيا مون ٽڏهن لاءِ،
موت سکهو ٽون ماڳہ ڏي وڃڻ ٽو نہ جڳاءِ،
ٽو چهي پيشاني چاهہ مان سو ساڳيو سبق اٿلاءِ،

---

آئيون = بيٺيون. مر = ڀلي. سڻيج = ٻڌج. ڪر = ڪل، خبر. الفت = پيار، محبت.

سڄڻ دل سڃاڻ، سڪي مري ٿي سڪ ۾.

٤- پرين وريو نه پوئتي هلندو هو ويو،
سڏن پٺيان سڏ مون منجهان قرب ڪيو،
واڳي وار پائين ڪاڻ ڪا رهندو سو رهيو،
ڏسڻا ڏور ٿيو، اکري ويو نگاهه کان.

٥- سهڻي عجيب سپني حيرت وڌم هٿن،
ويم سرت سوري ٿيس اڪيلي جٿن،
ڳٽيان ڳالهيون دل ۾ ڳوڙها ڳڙن لڳن،
پيئڙ چوان ڪٿن، ڪير هو ڪاڏي ويو؟

---

N-B

## ١١- سچي سوچ

هِنَ هُنَ جي ڇو ڳالهه ڪٿين ٿو؟
ڳالهه ڪٿين ٿان پنهنجي ڳڻ.
١- ڪاٿون آئين ڪاڏي ويندين؟
هيءَ حقيقت دل سان هڻ.
٢- جيئڻ سندو تو مقصد ڪهڙو؟
سوچ ڪجي تو هيءَ سوچڻ.
٣- مفتي پنهنجي من ۾ ڌاري،

---

واڳي وارڻ = وراڻي ڏيڻ، ڳالهائڻ. رهندو = هلندو.
ڏسڻان ڏور = ڏسڻ کان پري.
دل سان هڻڻ = دل سان هنڊائڻ، ويچارڻ. مقصد = مراد، مطلب. مفتي = فتوي ڏيندڙ (ضمير يا ويڪ).

قدم قدم تون سوچي کڻ.
٤- غريب غربت منجهه گذاري،
شڪر ڪري تون شاڪر بڻ.

N-13

## ١٢- بلبل جو فرياد

ٻاڻي تي بهاريءَ جي وڻ جو ڪيو گلن سعيو
رُئي سڌ ڪا پوي بلبل جهجهو فرياد ڪرڻ لايو.
ڪٿي موتيو ڪٿي مگرو ڪٿي سو گل گلابي آهه؟
ڪٿي ساوڪ وڻن جي سا، چمن جو روپ بدلايو؟
سدا سايون لڏن لامون ڪٿان ٿن هي پراڻا ٿيا؟
ڇڻن جو ڪا ڪري ڪڙڪڙ اجل ان لئي ڪٿان آيو؟
گلن جي سونهن سوڀيا لءِ سڙي ٿو سوز ۾ سينو
سکو لڳي چمن جي ٿي موتکي پڻ هاڻ دفنايو.
ٿ تي چيلي، ادي بلبل، خزان کي جو ڏڪارين ٿي
سدائين نا بهاري آهه، اهو ازلي ٿيو رايو.
بدائي جنهن بهاري آهه، خزان پڻ سا خدا خلقي،
ٻنهي سان هيئر تون دل کي، هڪو سڄ آهه ٻئو سايو.

---

غربت = غريبي. شاڪر = شڪر ڪندڙ. بڻ = ٿيءُ
موتيو، مگرو = گلن جا قسم. چمن = باغ. لامون = ٽاريون،
ڏار. ڪڙڪڙ = آواز (سڪل ڇڻن جو). اجل = موت
دفنايو = دفن ڪيو، پوريو. ازلي = آدي.
هڪو سڄ ٻئو سايو = سڄ ۽ ڇانو (ڪڏهن ڏاڍو چڙهيل
ڪڏهن لڙيل) يعني = ڪڏهن ٻوڙيءَ ۾ ڪڏهن ٻاڪر ۾.

رضا تي رهہ سدا راضي جڙيءَ کي چئہ سدائين [illegible]
سدا شاڪر غريبا رهہ حڪم چشمن مٿان چاڙهو.



## ١٣- سچي خوشي N-B

١- اُسن ٻہ اُجهڙڪي اوڳڻ ٻري آنءُ،
رلي آيس تنهن لاءِ خوشي جنهنجو نانءُ،
لڌي مون ڪان ڪينڪي لوڙي گهميس سارو ڳانءُ،
جيڪس ڏورڻ ڏانءُ، مادر! مونکي ناهہ ڪو.

٢- رليس خاطر خوشيءَ جي محل ۽ ماڙيون،
ڏٺيم اتي ڪيتريون ڪامل ڪنواريون،
سلڇڻيون سدوريون سٺيون سونهاريون،
مون جڻ ويچاريون، هيون خوشيءَ جون طالبو.

٣- مونيس انهي ماڳہ تي جت هيرا لعل هزار،
ياقوت ۽ زمرد هئا انگڻ اڪيچار،
ڪا جا ٻيم ڪن تي اتاهين اوچڱار،
لکي آءٌ لاچار، وريس وريامن ڏي.

٤- وريس وريامن ڏي جي ساهو سلهدار

---

رضا = مرضي، ڀاڻو. چاڙهو = کڻيون (چاڙهڻ = کڻڻ)
اجهڙڪي = رلي. ڳانءُ = ڳوٺ، شهر. ڏانءُ = ڍنگ.
وريام = پهلوان. ساهو = شريف ۽ نيڪ. اصل لفظ "ساڌو"
سلهدار = هٿيار پوهار ٻ ڪيل (سلاح - هٿيار).

ڪوڏا ڪلاءِ ڪوڙيا ماڃاءِ مرد مڇيار،
ڪنهن جنهن وير وماس ۾ جنّ رڻ زارون زار،
آيل! اڄ سڀار! خبر ڏيئم کوهڪيءَ جي.
٥- اڪا خوشي محل ۾ لڪا ڏنِ ۾ ڏيءَ،
لڪا خوشي لنهن ۾ جي سکيو رکڻي جيءَ.
امڙ ڪڏ الڪ ٻا اڌو وهانئج ويءَ،
غريب لوڪي ٻايءَ، پوءِ خوشمتان حالي نه ڪري.



## ١٤- پتنگ

١- پريان پسي پرتوو آيو پروانو،
قر قر ڪيو پيو قري ماڃهي مستانو،
ڪڙهه الدر ڪو لنهڪي اڄو قرب جو ڪانو،
سو سر سمانو، ونيو اڇي وڇه.
٢- ڏٺي جي ڏسڻ ري پتنگ نه پرچي.
شمع جي شعاع سين سولي تو سرچي،

---

ڪوڏو- پهلوان، جنگي جوان. ڪلو= لڙائي. ماڃهي= پهلوان. مڇيار= ڪلا وارا، شاندار. ويڙ= جوڌو. وماس= ڏڪر، ڪٽنتي. آيل= اي ماءُ. ويءَ وهائڻ= سودو ڪرڻ. ٻايءَ= پرينم، پيارو [ڏٺي] خوشمتان= خوشيءَ کان ["آن" حالت جريءَ جي نشاني].
پرتوو= روشنائي. ماڃهي= جوڌو. ڪڙهه= همت، جگر ڪانو- ڪان، تير. سمانو= آيو وارو. شعاع= روشنائي.

جٿن جٿن پاسي پرلاءُ اٿن اٿن مست مچي.
ڪنو نہ قرب ڪڇي، پلو سڄي سڪ ۾.
۳- پرڏيھ پسي پرلاءُ سرت نہ رکي سال،
آڻيو جھوڪي آڳ ۾ پاسي ڪيو پال،
جھڪس سنڌس جوءِ ۾ آھي سٽر ليڏھن ليال،
جلي وڃائي جال، سڙي مري سچ لئي.
۴- جال نہ ڪٽي پال سھن پال نہ ڪٽي سال.
آڻيو جھوڪي آڳ ۾ پرت مڃھاران پال.
سڙيا جنھي سچ لئي ان جيري سنڌو جال،
انھنجو اھڃاڻ، لھڻ ٿي لڪ لھي.
۵- جي مگر پاسي نہ موٽيا مڙيا مٿي مچ.
ڏنا ان غريب چڙھي سنڌا ڳچڻ ڳچ،
ان صحيح سچالا سپرين سڙي مٿي سچ،
پيا تان قاڙ قيچ، جو ڏي لہ جوڳي ٿيا.

## بھاري موسم

آئي مند بھار، پکين کي للڪار.
۱- رلمون مڙيئي پلمون ڪاڪھي گل بھار،

---

سرت = سوجھي. پال = آپو، خودي. جھڪس = شايد
سٽر = چڱيءَ طرح پرڻ. ليال = حوض، تلاءُ. جلي = ھلي
جھوڪي. ٿماھي، سوري [جنھن ڪاٺي پاھڻ ۾ جھوڪجي]
جيرو = پاھڻ. مگر = پاھڻ. ڳچڻ = گوشت جا ٽڪر، ماس
قيچ - قاز، وڻ. جوڳو = لوڀ، لالچ. رت = موسم، مند.
گل = مست.

اڪوريون ۽ ڪيٽڪيون ٽڙيا ڪنڌار،
ڪاڏو گل گلاب جو هنڌ هنڌ ٿي مهڪار،
ڪستوري خوشبوءِ ٿي پيا ٻؤڙ هزار،
اٻن مٿان اسري طوطي ڪئي ٽهوار
سڻ چڙونءَ جي چالڪار.

٢- ٻنن کي ٻهراڙ ٻهو ڏس قادر جو ڪم،
ڇهو، چل ڇگو ٿيو، ساٺون، ڳنڍيئر، ٻم،
ڪهه، ماڻڪاٽو، مڪڙي ڏسي ٿري دم،
ڏٿار ٻورن جو ڏاڍلو دم دم هڻي دم،
ڪلي ڪا ڪنڌي ڪئي لاٿ مٿي ملڪار،
سڻ ٻوريءَ جي ٻڪار.

٣- سڪا وڻ ساوا ٿيا ساٿو ٿيو جهر جهنگ،
ولهون وڻ ڦلاريا لنگيءَ ٻاليو لنگ،
سولهن ٿو سمزيءُ ڪان سيڪو ڏڙو ڏانگ،

---

اڪوريون= گل جو قسم. ڪيٽڪي= هڪ قسم جو گل جو سال ۾ ڏيڍو هڪ گهمرو پيدا ٿئي ٿو ۽ الله ٻلائون ۾ ٻيا ساهوارا منتظر رهندا آهن. ڪنڌار= گل جو قسم. پيا= مڙيا، گڏ ٿيا. چالڪار= چڙونءَ جو آواز. ڇهو، چل، ساٺون، ڳنڍير، ٻم، ڪهه، ماڻڪاٽو. مڪڙي= اهي سڀ گاهن جا قسم. ڏٿار= ٻلهڻن جو مڙ. ٻوري= ٻلهڻ. ڪنڌو= ڏالو پکيءُ جو (ٻلهڻ جهڙو ٿئي ٿو). واحد= هڪ (ڏ ٽي). ڳاڏ ٻڻ= هڪ قسم جو پکي. ڪوئل= ڪوڪل پکي.
ڪونجار= ڪوئل جو آواز

واکاڻيو واحد کي ڇڏڻ چوري چڪر،
ڪڏاندي ڪڏهن ڪالي ڪٿي ڪاڻ پرڻ گفتار،
سڻ ڪوئل جي ڪُوڪار، سڻ پکين جي للڪار.

The Three Warnings–Mrs Thrale

## ١٦ ٽي اهڃ

١- جان جان وڏي وڻ لوڻان سو ڏرليءَ ساڻ،
چهٽيو رهي چنڊڙيو پڪتو جهليو پاڻ،
وڏي چاهه جيوت سان جڳن ٽيوان سڃاڻ،
هوندي موت جو چاڻ، جڻون جڙا هجون جڳ ۾.

٢- مرڻ ڪولهُ قبولي جڳڻ گهرن جال،
لوڙي ڪين حوالي لڳندي هٿ وبال،
ڏيان اهڙيءَ ڳالهه جو تازو هڪ مثال،
ڪنهن گهوٽ وٽ آيو ڪال، شاديءَ ڏهاڙي شام جو.

٣= ايندي اَجل اَن اڳيان اٿڻ اَلايو،
"ساهه ڪيڻ لءِ تنهنجي آهه هاديءَ هلايو"
چي "ڪهڙي آهه ڪتاب ۾ فايق فرمايو
ته جو واهيو، سو شاديءَ ڏينهن شڪار ٿئي؟

٤- "اڄ اڄوڻيءَ رات جو پر ڪاٿيندا مون،
اڳيئي آيو آهين ساهه ڪڍڻ لءِ تون!

---

جال = گهڻو. وبال = بار، جنجال. اجل = موت. الايو = چيو. فايق = اوليو، مٿاهون (ڏٺي)، واهيو = واهه ۾ ويڙل.

”ٻانهي مرڻ سندي ڪين آهي هيءَ ٿهي؟
چي ”واڇو ڏس وهي، اڄ اسيءَ ۾ پير لو.“
٩- اسيءَ عمر ٿي، هوس ڪين ۾ غلطان،
”ساهه پنهنجو آهي هاڻ مون هوس هلاڪ ۽ حيران،
”تو چيو ٿي ڳالهڙيون ٻڌنديون تو پريشان،
”الهنجو اهڃاڻ، ڪڏهن ڏٺو ڪو اکو.“
١٠- مرڪي ٻڌايس موت پوءِ ”ڏي ڪا ٻڌڻجي ڪر“
چي ”افسوس آهيم ايءَ جو ٿورڙين اٻر،
اسٽو لماڻو آهيان گهاريان ٿو منجهه گهر.
”اڪران نه ٻاهر در، چلڻ مون چڪي رهيا.“
١١- ”اوڙي چلڻ لو چڪا ڏيکين ٿو ڏيدار،
”ڏسي سگهي لو سيڪي مت مائٽ ۽ يار“
چي ”جوت جهڪي ٿي ورهيه ٿيا
آهيان اکين کان لاچار؛“
موت چيس ”گفتار، من سڀن جي سٽندو هٿين.“
١٢- ٻڌي سگهاتو ڪنڪي پوڙا ڪن ٿيام،
موت چيو ”ٻڌهن ٿي سچي ڳالهه سندي يام،
”اطلاع اڳواٽ ڏيئا جڪي لو ڪام،

---

ٿهي = اوسٽا، عمر. وهي = ٻندي. ڪر = ڪل، خبر.
اٻر = لوڀل، ضعيف. هيءَ چلڻ مون چڪي رهيا =
هلڻ جي طاقت پوري ٿي رهي آهي.

”تنهنجي اهڙي ڏاڻ، ٻيو ڪنهن ٻاڙائون
ٻولهون ڪريان؟

۱۳- ڪنهن ڪان لنڊن گهبرو نڪتمان ويٺي سڀ،
”اڪيون ڪان الڏو لنڊن سڀ ڳالهيون ٿاهت،
”مالا ڪانئي مٿي لنڊن ٻيو لٽڪ رنگين رت!“
انهن چيئي اڇيت، وڃي ولس غريب چيئي.

## سر ٿامس مور- پاڳو پهريون

۱- ڪريان قصو آءُ مذڪور تاريخ انگلستان،
سر ٿامس مور جو عجب جهڙو بيان،
لائق فياض سچار جو ڏگهه هو ڏيرج وان،
گهمر گهيمر ڪٺوان، هيڏي انهن جو وزير هو.

۲- وزير سان بادشاهه جو جهجهو هيڙو ٿاهه،
پر ڏسو قدرت قادر جي جو ٻاري بيپرواهه،
ڪيو پيڙو ڪام اچي هيڏي بادشاهه،
لڳو رڪ لڳاهه، انهن ٻنهين داسيءَ ٿي.

---

ٻاڙائون = بطال، مذڪورل موڙهل. ڪنهن ڪان گهبرو = گورو ٻروڙو. نڪتمان = نڪتو مان. مالا ڪانئي مٿي لٽڪ = جوڙن ماڻهو مٿي اٽڪ، پيدو لڪل. اڇيت = جهت پٽ. فياض = فيض رساننده. ڏگهه = پهلوان. گهمر = اوڙهو، اواهن وڃڻن وارو.

٣- جي پارليمينٽ ماءِ مان اها عمدي انهن پلئن،
ڪيا ليڊرس پنهنجي محل مان ڪوٺي ڪانگرن،
پر اڄ پارٽي ڪئن، ڪڍي روالا مدبر ڏسن،
پيرورتا مسڪين انهن ستري نه وڃي.

٤- پاپا آهي روم ۾ ڌرم جو رکپال،
ڏهڪي وڃي شاهه کيو عرض هيءُ احوال،
هڪ ڪيان پي پارلٽان، ڪريو ڳالهه بحال،
پاپا سٺي حال، پاپ نه ڪندو پاڪ لئي.

٥- پاهه لڳي پادشاهه کي پسي پاپا الڪاري،
جهت ڪسمائين الڪان سڀ اختياري،
انگلينڊ جي ڪليسا جي واڳ وٺاءِ ساري،
دستور هي جاري، اڄ پڻ انگلستان ۾.

٦- وڏهو وزير وماس ۾ پسي هٿڙو حال،
ڇي اَشرافت جو اڄ تا ڪوٺي رهيو ڪال،
ڇڏي وزيري گهر وڃان آيس ايءُ خيال،
استعفا ڏي بحال، مٿس موٽيو ماڳ ڏي.

٧- ڏيئي استعفا هيءُ ڇڏيو مدبران هن جنجال،
ڪهاڙي لڳو ڏيهڙا سڪيا حال في الحال،

---

ارواح = پيار، پاپا = پوپ، وڏو پادري.

ڪليسا = ديول [چرچ]. وٺاءِ = ورتائين. وماس ۾

وڏهو = فڪرات يا ڳڻتي ۾ پيو. ڪال وقت، سمو.

راجنک لءِ اُن جي جڏهن ڪياڻون خيال،
تڏهن سڌ سوال، ٿيو سر ٿامس مور کي.



## سر ٿامس مور- پاڳو بيون

۱- مور جي محلات ۾ قاصد ڪو آيو،
اِيي گهڻي ادب سان اُن ايئين اَلايو،
آهي هينري پادشاهه آڻکي گهرايو،
سيگهه ڪريو سعيو، اوڏاهين هلڻ جو.

۲- سر بستو سو، ٿامس جان سڻيو هي حوال،
چي هلندس قيام ڪيڏڪي، مچيندين ڪين سوال
ڦهر جهڙي ڪم لي بيهڻ ناهه بحال،
ٽڙي تڏهن ٽنتڪال، قاصد ڪڍيو محل مان.

۳- ماڙهو پنهنجي محل مان تڏهن دم ڪڍياءِ،
توڙي پنهنجي دل ۾ اِيءُ پڻ ڄاتاءِ،
لڳندي باهه بادشاهه کي نهن چوڻيءَ لائين،
پر فرض سمجهياءِ، اول امر الله جو.

۴- سڻي وراڻي وير جي راڻي راءِ مڃيا،
قاسائڻ لاءِ مور جي تن سوين پهه سڻيا،
زهري چڙهيا ضد تي هوڏي ڪين هٽيا،
پاڙن جا پٽيا، اڙاياڻواس ڪڏهن اڙيءَ ۾.

---

اِيي = بهي. اَلايو = چيو. آڻکي = اوهانکي.
چي = چوي [زمان مضارع]. ٽنتڪال = اُهيءَ گهڙيءَ
ماڙهو = ماڻهو [مذڪر، قاصد] وير = بهادر، اڙي = ڦهمڻ.

٥- تري ناراضيءَ ۾ ڳالھ اها ساري،
ڏوھ نہ نڪتو ھنڌانھن لئي خواري،
جنھنڪي آگي جو اندر ۾ پيءُ ھٿو پاري؛
سو ڪيئن مياري، مالڪ اڳيان پاڻ ڪري؟
٦- مقدمو ھيءُ مور جو جڏھن ٿيو پورو،
ھلايائون مٿس پيو ڪوڙو اسُورو،
مور مطلب شاھ جو ھو سمجھو سمورو،
ھيءُ سچ چائو سورو، ڊنو نہ ڪنھين ڏاڍ کان.



## سر ٿامس مور - پاڱو ٽيون

١- پڇيو ھينري پاتشاھ سر ٿامس کان ھيءُ سوال،
شادي ائين ٻلين سان ڇو ڪين آھ بحال؟
ليکي ڏيو تہ بادشاھ آھ ڌرم جو رکپال،
ڇي "رکو خوف خدا جو خيال،
آءٌ صحيح پائيندس ڪينڪي."
٢- "ڪريو قيد ھنڪي!" ڪيو حاڪم ھيءُ حڪم،
لنڊن جي قيدخاني ۾ قابو ٿيو تنھن دم،
لڏيو نہ لحظي جيترو رھيو ثابت قدم،
نڪو رنج نہ غم، پاڻان پيو وھسي گھڻو.
٣- شاباس سر ٿامس تو سچي وڻيءَ ھيج،

---

آگي = ڏاڍيءَ. سورو = سورھيو، پھلوان. ڏاڍ = ڏپ. ھيج = خوشي ثابت قدم = محڪم. وھسڻ = خوش ٿيڻ، ڪلڻ.

محبت تون مالڪ سان موران ڪيم منهنج،
قابو رهيو ڪلام تي، سر گهورن تا ڏيج،
"سوري جي سيج، مرط تن مشاهدو."

٤- بادشاه پوٽ وزير جي سسي ڪپائي،
لٽ ۾ لنڊن شهر ۾ اها ٽنگائي،
مرگريٽ ڏيڻس پوٽ رنڌي اٿ آئي،
تنهن سسي لڪائي، الان وڃي اڌ رات جو.

٥- پڇاڻون ڪورٽ ۾ ڪانئس گهرائي،
اَلڪ مرڪ نه انجو سچ تي سڻائي،
ناڻي نه ورناڻواس وار جو ويڙهي ورائي،
سرهاٽيون مکائي، سسي تنهن سانڍي رکي.

٦- مرگريٽ موڪليو ابريا سال نه کچ،
سا سسي ساڻس دفن ٿي جا جيءَ ساماڻي لچ،
سرتيون ٽامس شير ڪيو راهه ڏٺيءَ ۾ خرچ،
سچيءَ چاڻو سچ، لاڄيءَ پيٽي پٽ هو.



## ١٨- سسئي ۽ ماڻس

م- چپر چلين تون چاڪي چوري،
ناحق اڙايءَ ايڌهن اڌوري،
پس پنهيور ۾ پيهر پوري،

---

مشاهدو = ديدار، لقاءُ [دلبر جو]. لاڄيءَ پيٽي پٽ = اندر باهر ريشم يعني سچوئي رچ چڱو مڙس. چپر = جبل. چلڻ = رلڻ. پوري = پوري، ڪم عقل.

ظلم ڪري ويا توسان ڏوري،
ڪيم ڪپٽين چوچ چٽار،
پٽ تون پوري ڪيم ٻهار.

س- ڪيچ پيڳا جي راتون ڪاهي،
چوري چڏي ويا رڻ ۾ راهي،
تنهن ۾ تنهجو مطلب آهي،
ڪل آيل ڪا توکي ناهي،
اوهو جنهنجو آهه اسرار،
ڪٿن وساريان سو سردار،

م- باغ ڏام جو توه بڻائي،
تنهن ۾ پير ا، ڪوني پاني،
آءِ ڏيان ءِ آءِ ڪوهه ڪٽائي،
رونق چڏ تون روز وڏائي،
چڪيون ڪهر ۾ هٽ چوڏار،
پٽ تون پوري ڪيم ٻهار.

س- ماءِ! آيريا اڄ آنگور،
سيني اندر ساجن سوُر،
پل پل مارن مونکي پور،
منجهين ميوا منجهين پور،

---

چوچ چٽارڻ = جهجهي چاهه سان ڏيان لڳائڻ.
ٻهار = ٻاهر. پٽڻ = رلڻ. انگور = شاخون، گولڇ، پر هتي
معنيٰ سورن جا سلا يا دل جا اُڌمان.

گول کي جو ڪري گلزار،
ڪَنِ وساريان سو سردار.
م- ٻهي اَرٽ ۾ تو جا پالي،
ڪٿ ٿهيڪي تون ڪپالي،
جيڏين تان آهه جهرم لاٿي،
تون پٽين جو ڇوري چالي؟
ويهي ڪٿ ڪا تن سان تار،
پڻ تون پوري ڪيم ٻهار.
س- اندر پنهنجو ارٽ ٻڌايم،
ٻُوٽي تنهن ۾ پرت جي پايم،
ڏور ڏکن جي جمن جمن ڏايم،
سورن جيجان گهٽو ستايم،
تن ۾ جنهنجي ٽاٽيان تار،
ڪَنِ وساريان سو سردار.
م- حال وڃايءِ روئي رڙي،
ويهه منجهي تون جيءَ سان جڙي،
ساهه سڃي ڏيانءَ سوائي گهڙي،

---

• منجهين = اندر. ٻهي = ڪپهه جو ٻهو، جو ڪتڻ مهل هٿ ۾ جهلبو آهي. ارٽ = اٽت. ڪپالي = ست ڪتڻ واري. ٻوٽي = ڪپهه جي ويڙهي جا ڪتڻ لاءِ جوڙي رکندا آهن. پرت = پريت. ڏائڻ = شروع ڪرڻ. جيءَ سان جڙي = جند سان لڳي، پاڪر پائي.

پھڻون، پازيب، ڪنڊل ڪڙي،
چندي، چنبل پائج هار،
پڻ تون پوري ڪيم پهار.
س- مٺيا مونکي آچ م مادر،
وت هي پنهنجو چولو چادر،
ڪي ير پنهون لاءِ پيوان پادر،
ڪندو اهيءَ پر آري آدر،
ننگ نڪيءَ لي نڪيءَ نار،
ڪٿن وساريان سو سردار.
م- پر پت نانگ سڄڻ تا نيلا،
ڪرڙ ڪندا ڪي ڦوري ڪيلا،
ڪهڙا ڪندين پوءِ اُت تون حيلا،
چڏ نہ پنهنجا ڪڙم قبيلا،
آءُ، اچي تون گهو م گهار،
پڻ تون پوري ڪيم پهار.
س- چا ڪندا مون ڦوري ڪيلا؟
نانگ نہ ڪيندا مونکي نيلا،

---

پهڻون = پائهن ۾ پائڻ جو زيور. پازيب = پيرن ۾ پائڻ جو زيور. چندي = جڙتس جڙيل زيور، جنهنجو ٽڪرو پيشانيءَ تي لڙڪي. چنبل = ڪن ۾ پائڻ جو زيور. پر = ريت، دستور.
نڪيءَ لي = نڪپال ڏٺيءَ تي. نڪي نار = اگهاڙي، زال [مون اگهاڙيءَ جو ننگ نڪپال تي آهي] سڄڻ = پڌ جن.

هوت ڪندو سڀ مهنجا ميلا،
ڪيچي ايندم ڪرم قبيلا،
مون اندر جو هوءُ آڌار،
ڪٿي وساريان سو سردار.
م- اڄي هٿين تون جهڙي لال،
هاڻي ڏس تون پنهنجا حال،
ڪنهن نياڳي کهڙي ڪال،
ڇڏي وڃي تي مٽيا مال
مون متيءَ کي ڪيم رئار،
پڻ تون پوري ڪيم بهار.
س- ڇو، امر! تو رودن لاتو؟
سونهن مٽيا مون تنهن سڀ جاتو،
پيچ پنهونءَ سان جنهن جنهن پاتو،
ٽوڙڻ پيو تنهن سڀ سان ناتو،
دعا ڪجانءِ، هاڻ الله تهار!
ڪٿي وساريان سو سردار.

* * * *

هاءِ ويچاري ورچي نه وٺي،
سڪندي سڄڻن پنوءَ ۾ پيٺي.

---

ڪال = موت. تنهن = خسيس. الله تهار = ڌڻي تنهنجي آهر يا آسري [موڪلائڻ مهل ائين چون]. پنوءَ ۾ پيٺي = ڌرتيءَ ۾ گهڙي ويٺي.

مٺي ٿيا اُنهن ڏاڪر ڏٺي،
مرڪ مئڊ کي هنُو لينٺي،
پر شاباس تنهن جا چوي اار،
ڪٿن وساريان سو سردار.
موهي ملڪيت نا ڪنهن مال،
بيشڪ هنُس خوب خيال،
لالڻ ڪٿي سا آخر لال،
پري پلي ڪيا تنهن سان پال،
آٿي غريبا ائين آچار،
ڪٿن وساريان سو سردار.



---

ڏيٺي = ملاقي. مئڊ = زال [سسئي]. لينٺي ٿي، آخر.
اار = زال. پري = راضي ٿي، ملي. لالڻ = سڄڻ (ساء)
اشارو- سسئي پنهونءَ جو قصو، جنهن ٽان هي بيت
ٺاهيا ويا آهن، سو مختصر طرح ڏار ڏجي ٿو، ته متين
بيتن سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي.

# سسئي پنهون

ڳالهه ٿا ڪن، سسئي "ڀانون" ٻانڀڻ جي ڌيءَ هئي. جنهن ڀٽ ڀيٽي، تنهن سنڌ مان کيس پيٽيءَ ۾ بند ڪري درياهه داخل ڪيو. جو ڪڏهن اڄوميءَ ڇپر هون ۽ هنجو ميلو ڪڏهن مسلمان سان لڳل آهي. اها پيٽي ٺلڪندي ٺلڪندي دابجي ڀنڀور کان اڳياتي ڪوهه پري، ڀنڀور ٿالي ڳوٺ ونان اچي اٽڪي. اتي محمد ٿالي هڪ ڪتيءَ اها پيٽي ڪڍي، ۽ ٻالڪ آڻي پنهنجي زال کي ڏناءِ. هنن کي اولاد ڪونه هو، تن اها ٻاٽي پالي وڏي ڪئي ۽ نالو رکائونس "سسئي" يعني چنڊ جهڙي (سهڻي).

سسئي اچ لنڊي سيان وڏي، انهن کي وڏي ٿي. تن ڏينهن ۾ ڪيچ مڪران پاسي اچي ڏڪار پيو. انوقت اتي جو حاڪم آري ڄام هو ٿاٽي هو، تنهن پنهنجو پٽ پنهون ۽ ٻيا ماڻهو ان سوڊ ٺاهه سنڌ ۾ موڪليا. ڀنڀور ۾ سسئيءَ ۽ پنهونءَ هڪ ٻئي سي ڏٺو، ۽ اهڙي دل ڀڄهي وين جو آخر پرڻيا. پنهون پوءِ پنهنجو وطن وساري، اتئي رهي پيو. سنڌس سائين وچي ٻٽس سان پرانتي ڳالهه ڪئي، تنهن ڪاوڙجي پنهنجن ڀن پٽن کي موڪليو، ۽ پنهونءَ کي وٺي اچو. هي ڀنڀور ۾ آيا، ۽ سسئيءَ سندن ڏاڍي خاطري ڪئي. رات جو هيءَ مڇ ٿري، ۽ پنهونءَ جا ڀاءُ کيس ڪو لڪو ڏيئي، لڪ چوريءَ اٺ تي چاڙهي هلندا رهيا. صبوح جو سسئي

Printed by Karamchand Nebhraj Dewani
t the Chandan Electric Printlng Press, Market, Hyd. Sind.
published by
Bhagwandas Totaram Makhija, for L. Bhagwandas
Bookseller Chodki Bazar, Hyd. Sind.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

